# ڪبير جي چونڊ شاعري

(هندي ڪنڊ جي مشهور وحدت الوجودي شاعر
ڀڳت ڪبير جي چونڊ شاعري، جنهن ۾ خدائي
جمال فطرت جون حسناڪيون، انسان جون
باطني ڪيفيتون ۽ صوفيائيون سرمستيون،
سٽ سٽ ۾ رقص ڪري رهيون آهن.)



سنڌيڪار
## امان شيخ

Sindhica
سنڌيڪا




# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهه" ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# ڪبير جي چونڊ شاعري

(نندي ڪنڊ جي مشهور وحدت الوجودي شاعر ڀڳت ڪبير جي چونڊ شاعري،
جنهن ۾ خدائي جمال فطرت جون حسناڪيون، انسان جون باطني ڪيفيتون
۽ صوفياٽيون سرمستيون، سِٽ سِٽ ۾ رقص ڪري رهيون آهن.)

سنڌيڪار

**امان شيخ**


Sindhica
سنڌيڪا




ڪتاب نمبر

(123)

ڇپائيندڙ جا سڀئي حق ۽ واسطا محفوظ

نئون ڇاپو : 2014ع

ڪتاب جو نالو : ڪبير جي چونڊ شاعري

سنڌيڪار : امان شيخ

ڪمپيوٽر لي آئوٽ : عبيدالله ميمڻ

ڇپيندڙ : آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي

ڇپائيندڙ : سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

قيمت : -/100 رپيا

**Kabeer Jee Choond Shairi**

(Selection from Poetry of Bhagat Kabeer)

Translated by: Aman Shaikh

Published by: Sindhica Academy,

B-24, National Auto Plaza, Marston Road, Karachi-74400

استاڪسٽ

سنڌيڪا اڪيڊمي B_24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400. فون: 021_32737290

سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر 5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ، 03133692150-

سنڌيڪا بوڪ شاپ 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803 -03013431537

العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521، 0300_343115

ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بٺراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور، سنڌ ڪتاب گهر نيم جي چاڙهي سکر- سلمان ڪتاب گهر پنوعاقل - پناٺي بوڪ هائوس حيدرآباد 03223011560 - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- مدني اسلامي ڪتبخانو، نئون چوڪ دادو- حافظ بوڪ اسٽور، خيرپور بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - مشعل ڪتاب گهر پڊعيدن 03063291657 - المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو، وسيم ڪتاب گهر لکي در. سعيد بوڪ اسٽور، شڪارپور. سومرا بوڪ اسٽور ميهڙ، ساحر ڪتاب گهر، ڪوندي ميهڙ 0346-8948535 ، مڪتبه امام العصر گهوٽڪي، 03033695037

لکپڙهه لاءِ

**سنڌيڪا اڪيڊمي**

B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400

فون: 021-32737290، ويب سائيٽ: www.sindhica.org

اي ميل: sindhicaacademy@gmail.com

# فهرست

آءُ ترجمي جو هي پورهيو

**سائين غلام حسين رنگريز**

(اڳوڻو سيڪريٽري جنرل سنڌي ادبي سنگت سنڌ)

ڏانهن منسوب ڪريان ٿو.

جنهن جي هڪ ئي ڪچهري مون ڪي ٽِم جي ڇانوَ

جيان محسوس ٿي هئي.

**امان شيخ**

# پبلشر نوٽ

ڀڳت ڪبير ننڍي کنڊ جي وحدت الوجودي فڪر جو نمائنده شاعر آهي. ننڍي کنڊ جي ماڻهن کي مذهب جي نالي تي ڪروڌ ۽ قتلام کان بچائڻ لاءِ کين وحدت جي لڙيءَ ۾ پوئڻ جون جيڪي ڪوششون ٿيون، انهن ۾ علمي ۽ فڪري طرح ڀڳت ڪبير جي شاعريءَ جو وڏو مقام آهي. ان جي شاعري مذهبي تنگ نظري، تعصب ۽ شدت پسنديءَ کي قبولڻ لاءِ تيار ڪونهي. اهي ئي ڪوششون آهن جنهن ڪري ننڍي کنڊ جي ساڃاهه هينئر به تنگ نظري ۽ تعصب جي انهن قدرن سان پاڻ کي ڳنڍڻ لاءِ تيار ڪونهي.

هينئر به هنن صوفي مفڪرن جي تعليم کي عام ڪري نه صرف ننڍي کنڊ ۾ انساني وحدت جا امڪان پيدا ڪري سگهجن ٿا، بلڪ عالم انسانيت جي وحدت جا چشما ڦٽائي سگهجن ٿا. انهيءَ ڪري هن دؤر جي اٽر ضرورت آهي ته موجوده ۽ ايندڙ نسلن کي انساني وحدت، محبت ۽ رواداريءَ جي همڙي تعليمات کان آگاهه ڪري انهن جي انسان دوستيءَ واري سوچ ۽ فڪر کي يونيورسل بڻايو وڃي.

ڀڳت ڪبير کان وٺي ڪري ٽئگور تائين ۽ ايڇ جي ويلز کان وٺي آرم اسٽرانگ تائين دنيا جا سڀ ڏاها ۽ عالم وحدت انسانيت جي فڪر لاءِ مذهبي رواداريءَ جي ان روح کي وري بيدار ڪرڻ جي ضرورت تي زور ڏين ٿا جيڪا منڍ کان وٺي آسماني ڪتابن جو امتيازي نشان رهي آهي. آسماني ڪتابن ۾ ٻڌايل رواداريءَ جي ان



روح کي مذهبن جي پوئلڳن جهڙي ريت مسخ ڪري پنهنجون دڪانداريون چمڪايون آهن. انهيءَ جي نتيجي ۾ هڪ طرف انسانيت وڏو ڌوڪو کاڌو آهي ۽ ٻئي طرف انهن پوکيندڙ قومن جا نوان نسل مذهبن جي دعويدارن کان اهڙو ڇاهبا ويا آهن جو انهن انهيءَ خار ۽ بيزاريءَ ۾ مذهبن جي اصل روح ۽ نالي ماتر پيشه ور پوئلڳن جي پيشه وريت ۾ فرق به نه رکيو آهي. اهو ئي الميو اسان جي سوسائٽيءَ جو آهي جو جڏهن کان اسان جي هر سياسي ۽ سماجي فڪر جو محور خدا بيزاريءَ کي بڻايو ويو آهي، تڏهن کان اسان جي داخلي ۽ خارجي زندگيءَ جي سيني پهلوئن تي ويڳاڙپ ۽ زوال جي صورتحال آهي. ان صورتحال کي منهن ڏيڻ جي به رڳي هڪ ئي صورت آهي ته اسان عالمي ڌاهپ جي انهن سرچشمن مان سيراب ٿيون. جيڪي اسان کي مذهبن جي اصل روح کان واقف ڪن ٿيون ۽ خدا پرستيءَ جو اهڙي رستي کان آگاهه ڪن ٿيون جيڪو لازمي طرح انسان دوستيءَ کان گذري ٿو جنهن ۾ سڀ ماڻهو الله جا ٻاتي آهن. سڀ ماڻهو احترام ۽ عظمت لهڻن ٿا. مذهبن جي تعليم جا اهلي اصل جوهر اسان لاءِ واقعي آب حيات آهن. اسان کي اميد آهي ته ڪبير ڀڳت جو هي ڪتاب اسان جي نوجوانن جي رواداري ۽ انسان دوستيءَ واري اها علمي ۽ فڪري اُڃ اجهائڻ ۾ بيحد مددگار ثابت ٿيندو.

نور احمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي



# ٻه ٽي اکر

ڀڳت ڪبير جي چونڊ شاعري جي ترجمي جو شوق مون کي اڄ کان 14 سال اڳ جاڳيو هو جڏهن آءُ ادبي دنيا جي منافقتن ۽ بدعتن کان واقف ٿيو هوس. تڏهن مون سمجهيو تہ اسان جي پٽڪيل ۽ ويڳاڻپ ۾ ورتل ادبي لاڏي کي انسانيت جو آفاقي وزڊم ئي بچائي سگهي ٿو.

مرحوم حاجي پير بخش شيخ (منهنجو نانو) کي ڀڳت ڪبير جو حافظ ڪري سڏيندا هئا. درويش صفت انسان هو ڪچهري جو ديوانو هوندو هو هر ڳالهہ ڪندي ڀڳت ڪبير جو حوالو ڏيندو هو اڪثر ڪري ،ڪيلائيءَ ۾ ڀڳت ڪبير جو هي شعر ترنم ۾ جهونگاريندو هو:

چوڏهن چنڊ هجن، منجهن چوهٺ ڏيئا ٻرن.

تنهن گهر ڪهڙو سوجهرو محب نہ جتي هجن.

سيني صوفين جي تعليم جو هڪ ئي بنيادي نقطو آهي، يعني وحدت، نفس ڪشي، مايا جي موهہ کان ڇڄڻ، ظاهر ۽ باطن ٻنهي ۾ خدا جي وڏائيءَ جو قائل ٿيڻ وغيره. مون ڪبير، ميران، گرونانڪ، سچل، سامي ۽ ڀٽائيءَ کي هڪ ئي پنڌ ۽ پيغام جو پانڌيئڙو ڏٺو.

ڀڳت ڪبير ڪير هو؟ سندس مذهب ڪهڙو هو ان ۾ آءُ پوڻ ڪو نہ ٿو چاهيان، آءُ ان ڳالهہ جو قائل رهيو آهيان تہ"چوي ٿو ان کي نہ ڏسو ڇا ٿو چوي، ان کي ڏسو" هونئن بہ ماڻهوءَ جي اندر کي سڃاڻڻ لاءِ ان جا لفظ ئي ڪافي هوندا آهن. منهنجي خيال موجب عاجزي نوڙت

ئي هن دنيا جو وڏي ۾ وڏو مذهب آهي.

ڀڳت ڪبير جي باري مليل تاريخن ۾ يڪسانيت نظر نٿي اچي. 1596ع ۾ لکيل آئين اڪبري ۾ ڪبير جو نالو هڪ فوت ٿيل ڀڳت طور مليو ٿو. ڪبير جو جنم 1398ع ۾ ٿيو. چيو وڃي ٿو ته هن وڏي عمر ماڻي. سندس "ڪبير" نالو هڪ مسلمان قاضيءَ رکيو ڪبير سڪندر لوڌيءَ جو همعصر هو. سڪندر لوڌي 1494ع ۾ ڪاشي (موجوده بنارس) ۾ آيو هوءَ اتي اچي ڪبير جو هڪ يادگار جوڙايو هئائين. ڪبير جي ذات پات جي باري ۾ ڪو به پڪو ثبوت نه ملي سگهيو آهي پر ٻڌايو وڃي ٿو ته هو ڪنهن وڏوا برهمڻيءَ جو اڇلايل ناجائز ٻار هو جيڪو ڪوري ذات جي هڪ مسلمان عورت نيما ڪڻي پاليو هو.

ڀڳت ڪبير ڪڏهن به پاڻ کي هندو يا مسلمان ڪو نه سڏرايو هو هو هڪ ٻي ڊپو سماج سڌارڪ هو ڪبير لڪت ۾ ڪجهه به نه آندو. سادگيءَ ۽ قناعت جي پرچار ڪندو هو.

ڀڳت ڪبير جي هن دنيا مان لاڏاڻي بعد سندس مسلمان ۽ هندو پرستارن ۾ هن جي ڪريا ڪرم لاءِ ڇڪتاڻ ٿي پئي، مسلمانن کيس دفنائڻ پئي چاهيو ۽ هندن کيس ساڙڻ پئي چاهيو. چيو وڃي ٿو ته سندس لاش ڦري گلن جو ڍير ٿي پيو جيڪو ٻنهي اڌو اڌ ڪري ڪنيو.

آخر ۾ آءٌ پنهنجي مهربان سائين يوسف سنڌيءَ جو انتهائي شڪر گذار آهيان. جن نه صرف منهنجي همت افزائي ڪئي پر مسودو سنوارڻ ۽ سينگارڻ ۾ به منهنجي بي انتها مدد ڪئي. آءٌ سندس اهي وڙ ڪڏهن به لاهي ڪو نه سگهندس.

ڪتاب جي ترجمي جي ٻوليءَ جو ڪاٿو پڙهندڙ ئي ڪري سگهن ٿا ــ سندن راءِ جو دل سان احترام ڪيو ويندو.

**امان شيخ**

خيرپور ميرس

17 جولاءِ 2001ع

# نفس

نفس جي چوڻ تي متان هلين، نفس ته پانت پانت جون
ٻوليون ٻولي ٿو.
جنهن نفس کي قابو ڪيو، ان جهڙو اعليٰ ساڌو ڪو ڪو
هوندو آهي.

✣

مان مرڻ مري وڃان ته به هر ڪجي پنهنجي جند لاءِ ڪجھ نه
گهرندس.
پر ٻين جي ڀلائيءَ واسطي گهرڻ ۾ ڪو به عار محسوس نه
ڪندس.

✣

# گيان

اڌي دل! هر ڪم هوريان ٿيندو آهي. مالهي وڻ کي يلي ته سوين دلا پاڻي ڏيندو رهي، پر ميوو ته مُند اچڻ تي ئي ٿيندو.

جڏهن "مان" ۽ "منهنجو" احساس ختم ٿيندو، تڏهن ڪو ٻيو يعني خدا ايندو.

جڏهن اهو يقيني ٿيندو، تڏهن ئي سندس ويجهڙائي نصيب ٿي سگهندي.



# نوڙت

نوڙت وارو ماڻهو سڀني کي ڏسندو آهي، (هر ڪنهن جو پاڙي ڪچي وٺي ٿو) ڪيس ڪو به ناهي ڏسندو.
نوڙت ڪيتري نه سٺي شيءِ آهي، جيڪا ماڻهوءَ کي ديوتا بڻائي ڇڏي ٿي ۽ هو اکين کان اوجهل هوندي به سڀ ڪجهه ڏسندو آهي.



نوڙت، غريبي، بندگي، هنن سڀني جي لاءِ دل وڏي هئڻ گهرجي.
ڪبير چوي ٿو ته: وڏو ماڻهو اهو ئي آهي جنهن جي دل ۾ خدائي سونهن وڏي هوندي آهي.



# حق حقيقت

جيڪي گهڙڻ ويا، سي جڙ ته مري ويا ـ مٿل ماڻهوئي گهڙڻ ويندا آهن.
پر انهن کان اڳ اُهي مرندا آهن، جيڪي هوند جي باوجود به ڏيڻ کان انڪار ڪندا آهن.

❖

سچ جهڙي ٻي ڪا به رياضت ڪانهي، ڪوڙ جهڙو ٻيو ڪو به گناهه ڪونهي.
جنهن جي مَن ۾ سچائي آهي، تنهن جي دل ۾ خود خدا يا گياني موجود آهي.

❖

اي سڄڻ! تون رسمي طرح آسمان جو آسرو ڇڏي ڏي ۽ پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائي ڏس.
پنهنجي اندر ۾ پالڻهار جي ڳولا ڪري دل جا وهم ۽ شڪ وساري ڇڏ. اڻ ڏٺي، جيڪو نالو پيو ڳنهي، تنهن لاءِ اهو سپني جيان ئي آهي.

ڪبير! جڏهن ديدار ڪري ورتو آهي، تہ پوءِ ڳٽپ ڳڻڻ لاءِ نالي جي ورد ڪرڻ جو ڪهڙو فائدو. پوءِ تہ بي حساب فنا ۽ فدائيت آهي.

❖

سچايون اختيار ڪري مالڪ جي سامهون سچو رهہ، مالڪ کي سچائي وڻندي آهي. پوءِ ڀلي تون ڏگها وار رکائين يا مٿي کي پاڪي هٽي ڪوڙائي ڇڏين، وضح قطع جو مالڪ وٽ ليکو ڪونهي.

❖

اول الله عليم هو ۽ پنهنجي قدرت تي قائم هو. هن ڪان سواءِ ٻيو ڪو نہ هو.
ٻيو ڪيئن پيدا ٿيو-اي منهنجا سائين! اها مشيت آئون توکان پڇي رهيو آهيان.

❖

دل ۾ رحم ڪونهي، پر زبان تي علم ۽ معرفت جون ڳالهيون گهڻيئي ٻڌجن ٿيون.
اهڙا ماڻهو سڀئا ٻول ياد ڪري بہ جهنم جو ٻارڻ بنجندا.

❖

مون هڪ ئي لفظ ۾ سڀ ڪجهہ چئي ڇڏيو آهي ۽ سچي معنيٰ تي ويچاري ڇيو اٿم.
"خدا جي اڻ ڳڻين صفتن جا مظهر بڻجو، عيش ۽ گناهہ ڇڏي ڏيو."



❖

انسان پاڻيءَ تي جڙيل پاڻيءَ جو ڦوٽو آهي، جنهن جي اندر هوا گهمي رهي آهي.
پوءِ به هو پانت پانت جون ٻوليون ٻولي ٿو، ڇو ته منجهس خدا جو نور موجود آهي.

❖

منهنجو سائين ته "هڪ" ئي آهي، ٻئي ڪنهن کي مالڪ مڃي نٿو سگهان.
جي ٻئي ڪنهن کي مالڪ مڃيم ته منهنجو سائين مون تي ناراض ٿي پوندو.

چئو تون، الله هيڪڙو، ٻي وائي وساري ڇڏ،
اُوءِ تان توسين گڏ، سچڻ ساهه پساهه ۾.
(شاهه)
(سنڌيڪار)

❖

هو، جنهن جي نه شڪل آهي، نه ڪا شبيهه، جيڪو سراپا سونهن آهي.
(هو) جيڪو گلن جي خوشبوءِ ڪان به واس آهي. هو، ان جي حقيقت ته سونهن ۽ خوشبوءِ وانگر ڇانيل ۽ ڦهليل آهي.
"جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون".

❖

هو سچي سرير ۾ غير سرير بڻجي تخيل جي صورت ۾ رهي
ٿو. جنهن جو ظاهر ۾ نه ڪو رنگ آهي ۽ نه ڪو روپ.
هن جي ذات ڪائنات جي وسعتن ۾ هر پاسي سمايل آهي ۽
هن جي وشالتا جو ڪو انت ئي ڪونهي.

❖

هڙئي مهاتما (سنت) چئن ٻانهُن وارن ديوتائن جي پوڄا
پاٺ ۾ گمراهه آهن.
ڪبير ته اُن ذات کي ٿو ياد ڪري، جنهن جي ٻانهُن جو
ڪو انت ئي ڪونهي.

❖

هو (منهنجو مالڪ) ته اُهو آهي، جيڪو پيدائش ۽ موت کان
متانهون آهي.•
آئون پنهنجي اُن سپرين تان گهرو وڃان، جيڪو ڪُل
جهانن جو پالڻهار ۽ نپائڻهار آهي.

❖

• لَمْ يَلِدْ ۥ وَلَمْ يُوْلَدْ (نه ڪنهن مان ڄائو آهي، ۽ نه ڪنهن کي ڄڻيو اٿائين.)



نہ هن جي ڪا شڪل ٺهي سگهي ٿي ۽ نہ ئي هن جي ڪا صورت آهي، نہ هو ڪنهن تي بيٺل آهي ۽ نہ ئي هو ڪنهن تي آڌاريل آهي. هو (پالڻهار) تہ زمين ۽ عرش جي وشالتا ۾ رڳو سمايل ئي سمايل آهي.

جيڪڏهن هن کي اڪيلو چوان تہ سندس ڏس پتي ڪان ٻي وس آهيان ۽ جي چوان تہ (هو) ٻہ آهن، تہ اها دوئي ٿي پوندي.

ڪبير، گهڻي سوچ ۽ ويچار ڪان پوءِ وڏي واڪي چوي ٿو تہ: "هو جيئن آهي، تيئن ئي آهي، سندس بيان لفظن ۾ ڪري ئي نٿو سگهجي."



منهنجو تہ تون ئي تون آهين، ٻيو ڪو بہ ڪونهي.
جيڪو ڪنهن ٻئي جي "وائي" وات تي آڻي ٿو،
اُهو اسان جي "ڪرم" مان ڪونهي.
اهو ٻئي جي خاندان مان حرامي ٻار آهي.







## ڪنهن کي ٿو پُوڄين!

صفتن واري خدا کي يا صفتن کان خالي خدائن جي معرفت ٿو مڱين!
اسان جو ڌيان تہ انهيءَ ۾ آهي، جنهن جي صفتن جو ڪو انت ئي ڪونهي.

## قدرت

جيڪو ڪجھ ٿئي ٿو الاهي امر سان ٿئي ٿو
(جڏهن امر ٿئي اُن کي)
هو (پالڻهار) چاهي تہ ذري کي زور آور ڪري ڇڏي،
زور آور کي هيٺوءَ هلاڪ.
(پن ٻوڙين پاتار ۾، پهڻ تارين تون-شاهہ)
هن جهڙو قادر ڪير بہ ڪونهي. نہ ئي وري هن جهڙو ڪو طاقتور آهي.
جيڪڏهن ڪو بدڪار ماڻهو بدڪاريون ڇڏي ڇڱائيءَ
جي واٽ ٿو وٺي تہ هو "طاقتور" ذات ڪيس (معاف ڪرڻ ۾)
دير ئي نہ ٿي ڪري.



جنهن جو ساٿي سرجڻهار هجي، تنهن کي ڪير چڪي سگهي ٿو.
دنيا دشمن ٿي پوي ته ڇا ٿي پيو. انهيءَ جو وار به ونگو ٿيڻو ناهي.



اي منهنجا پالڻهار!
مان جيڪو ڪجهه آهيان، تنهنجي ڪري ئي آهيان.
سچائي اها ئي آهي! جيڪو تو چاهيو، مون 'اهو ئي ڪيو'
تون ئي ته منهنجي اندر ۾ هئين.
اها الڳ ڳالهه آهي ته تون مون کي نيڪي ۽ بدي
جو فرق ۽ ان جي جزا سزا به سمجهائي پر مان ان سمجهه کي نه پروڙيو. منهنجي اها خطا معاف ڪر.



منهنجو مالڪ اهڙو واپاري آهي، جيڪو آسانيءَ سان واپار ٿو ڪري.
هو ساهمي جهلي بيهڻ کان سواءِ ئي پوري دنيا توري پنهنجو دان ڏئي ٿو وڃي.



# حق موجود

تنهنجو مالڪ تو ۾ ائين سمايل آهي، جيئن گلن ۾ سرهاڻ.
پوءِ تون ڇا لاءِ هرڻ وانگر خوشبو خاطر پن پن ووڙيندو ٿو وتين.*
* (وڃين ڇو وڻڪار، هِت نہ ڳولهين هوت کي.)
(شاهہ)



جنهن جانب کي تو جڳ جهان ۾ ڳولهيو، سو تہ تنهنجي اندر ۾ موجود آهي.
هن رڳو ڀرم جو پردو تاڻي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري ڏسڻ ۾ نٿو اچي.



جي سمجهہ اٿئي تہ جيڪو ڪجھ پالڻهار ڏنو اٿئي،
تنهن تي راضي بہ رضا رهہ. متان ناشڪريءَ ۾ ڪيڏانهن ٿڙين.
هُن جو ديرو تنهنجي دل اندر آهي-تون هرويرو ٿو ٻين جا در ٻتڪين!





جيترا جسم (ماڻهو) آهن، تيتريون ئي انهن جون ٻوليون ۽ طرح طرح جا سندن ڍول آهن.
جيڪو انهن سيني (ماڻهن) جي حيات آهي، اهو هڪ ئي آهي، جيڪو بيان ڪان مٿانهون آهي.



راهه وڃائي، ڪٿي ٿو ڀٽڪندو وتين؟
انهيءَ ڀٽڪڻ تنهنجي ذهن تي دنياداري سوار ڪري ڇڏي آهي. تنهنجو ساجن ته تنهنجي اندر ۾ موجود آهي، ائين جيئن تِرَ جي اندر تيل هوندو آهي.
تون پاڻ ۾ رڳو ان ڪي سمائڻ جو وِت ته پيدا ڪر.



# وڪر سو وهاءِ

اي ڪبير! منهنجي اندر ۾ اميد جي هڪ تار سُرَ وڪيري رهي آهي ۽ هُل مچائي رهي آهي. اهو هُل اندر ۾ به اٿم ته ٻاهر به، اهو محسوس ٿيڻ سان منهنجي پريشاني ختم ٿي ويئي.

❖

هڪ لفظ شڪر جو اهڙو هجي ٿو، جنهن سان راحت جو خزانو پلئہ پوي ٿو.
هڪ لفظ اهڙو هجي ٿو جنهن سان ڏک پلئہ پوي ٿو. هڪ لفظ سان هڙئي بندشون ختم ٿين ٿيون، ته ٻئي لفظ سان ڦاهيءَ جو ڦندو ڳچيءَ ۾ پوي ٿو.

❖

لفظن جهڙي ڪا مايا آهي ئي ڪو نہ، پر تڏهن جڏهن نيڪ ڳالهائڻ ايندو هجي. هيرو ته ملهہ ڏيري خريد ڪري سگهجي ٿو، پر لفظن جو نہ ڪو ملهہ اهي نہ وري ڪا تور.

❖



تون لفظن جي لا ابالي ۽ وڏائي نہ ڪر-ان ڪري جو
تنھنجو سچ بہ تنھنجي اندر م آھي ۽ تنھنجو ويري بہ
تنھنجي اندر ۾ ويٺل آھي.



جنتر منتر سڀ ڪوڙا آھن، ڪنھن ڪي بہ انھن جي فريب ۾
ڦاسڻ نہ گھرجي. اصل ٻول سمجھڻ ڪان سواءِ ڪانءُ ھنج
نٿو ٿي سگھي ۽ نہ ئي انسان روحاني ڏاڪا چڙھي سگھي
ٿو.



منھنجي محبوب جي چھري جي لالاڻ چئني ڏسائن شفق
تي ڳاڙھاڻ پکيڙي ڇڏي آھي.
آءُ جڏھن ان ڳاڙھاڻ کي ڏسڻ نڪتس، اُن رنگ ۾ رنگجي
ويس.



## نانءُ

ازلي نانءُ ئي اصلي جوهر آهي، جنهن انهيءَ کي سمجهي ورتو، سو مڪمل عارف آهي. جنهن شخص انهيءَ نج نانوَ کي سمجهي ورتو سوءِ سندس ڪٽنب آمر ٿي ويو.

❖

جڏهن مون ٻاهرين نظر ورائي اندر ڏٺو ته لافاني نور ظاهر ٿيو. پوءِ حال هي ٿيو ته مالڪ ءِ ٻانهو، معبود ءِ عابد هميشه جي لاءِ ٻسنت ٻڻجي ويا.

❖

جيڪڏهن تون نالي جي هيري کي حاصل ڪري وٺين ته، اُهو ڳنڍ ۾ ٻڌي ڇڏ. ڪولي ڪنهن کي ٻه نه ڏيکار- انهيءَ هيري ۾ نه پاڻي آهي، نه انهيءَ جو ملهه آهي ءِ نه وري ملهه ڪٽيندڙ صراف آهي.

❖

جيڪي چوڻو هئم، سو مون چئي ڇڏيو. هاڻ مون کي
ڪجھ چوڻ جي حاجت ناهي.
جيڪو لفظ نڪتو، اُهو نڪري پيھجي ويو، جيئن دريا جي
اندر لھر سمائجي ويندي آهي.

❖

جنھن ماڻھوءَ مالڪ حقيقيءَ جو نالو پنھنجي مَنَ ۾ لاٿو،
انھيءَ وقت سندس سڀ گناھ ناس ٿي ويا. ائين جيئن
سُڪل گاھ ۾ باھ جي چڻنگ لڳندي آهي.

❖

مان تہ هن جهان ۾ پانت پانت جون شيون ڏسڻ آيو هوس.
ڪبير چوي ٿو تہ، جڏهن فقيري اختيار ڪيم تہ مون کي
هڪ ئي لافاني حقيقت نظر آئي.

❖

معرفت جو ڏيئو ٻاري، اندر جو محل روشن ڪرڻ کپي.
اُتي سچي سائينءَ جي نالي جو ورد ڪري، الاهي معرفت
جي مشق ڪرڻ کپي.

❖

جڏهن منهنجي "مان" ڪي ڪڏهن ٿو ڪيم تہ مان آزاد ٿي ويس، تڏهن ئي منهنجي دل ۾ دوست جو ديرو بڻجي پيو. هاڻي منهنجو ڪو بہ ڪونهي، مون ڪي تنهنجوئي ابدي سهارو گهربل آهي.

❖

جهڙي طرح من، مايا جي موهہ ۾ گهيرجي دنيا جي ناتن ۾ ڦاٿل آهي، تيئن جيڪڏهن تنهنجو نالو من ۾ گهر ڪري وڃي تہ انسان تارن جي دنيا پار ڪري هميشہ رهڻ واري دنيا ۾ هليو وڃي.

❖

آسمان تي ڪارا ڪڪرڙي گجگوڙ ڪري امرت وسائي رهيا آهن.
چئني طرفن ڪان وچ جا چمڪات آهن ۽ برڪا برسات ۾ ڪبيرداس پُسي رهيو آهي.

❖

جيڪڏهن توڪي دنيا ۾ عمدي حاصلات گهرجي تہ سچي نالي جي حاصلات ڪر، جيڪا تو ڪان لڪي رهي آهي.
نہ تہ تڏهن پنهنجي محرومين تي هاءِ هاءِ جا هٿ هڻندين، جڏهن جسم مان جان نڪرڻ لڳندئي!

❖

# معرفت

مون معرفت جو ڏيئو ٻاريو ۽ انهيءَ معبود کي پسي ورتم،
جنهن جو ڪوئي مٽ ۽ ثاني ئي ڪونهي.
ڪبير! اتي پهتو آهي، جتي چار ئي ويد ٻہ نٿا پهچي
سگهن.



معرفت جو جهان تڏهن سولائيءَ سان ملندو آهي، جڏهن
مرشد محبت ڪندو آهي.
هينئر هنج موتي چڳي رهيو آهي ۽ اڏري ٻئي ڪنهن هنڌ
وڃي نٿو سگهي.
پاڻيءَ مان ئي برف ڄمي هئي ۽ هاڻي برف ڳري پاڻي
ٻڻجي ويئي.
اي ڪبير! جيڪو اڳ هيو، سو ئي ٻنجي ويو. هاڻي ٻيو
ڪجھ چئي نٿو سگهجي.



مون انهيءَ ’هڪ‘ سان لاڳاپيو رکيو ۽ اُهو هڪ ئي سيني ۾
سموئجي ويو.
هاڻي سيئي منهنجا آهن ۽ مان سيني جو آهيان، ڪو ٻہ
ڏاريو ڪونهي.





# تجربو

جيڪڏهن ڪو روحاني تجربي ۽ معرفت جي ڳالھ بيان ڪرڻ لاءِ پڇي تہ ڪيس اهوئي چئي سگهجي ٿو تہ، "گونگو ڳڙ کائي لفظن ۾ انهيءَ جو سواد ڪيئن ٿو ٻڌائي سگهي؟"



جيڪا شيءِ ڀريل هجي، اها خالي ٿي سگهي ٿي ۽ جيڪا خالي هوندي، اها ڀرجي سگهي ٿي. پر روحاني تجربو اهڙي وٿ آهي، جنهن ۾ نہ خالي پيٽ جي خبر پوي ٿي، نہ ڀَريل هجڻ جو پتو پوي ٿو.



فقير کي پنهنجي فطرت ۾ رس وانگر هئڻ کپي.
کيس کپي تہ هو رس وارو اصل وکر پاڻ وٽ رکي ۽ ڦوڳ کڏي ڦٽو ڪري.





ساڄھ ونڊ ماڻھو اوڳڻ (خراب ڪمن/ ڳالھين) کي ڇڏي،
سڻن ڳڻن کي پنھنجو ڪندو آھي.
جيئن پوئنر سرھاڻ ڏيندڙ گلن جي سڃاڻپ ڪري مٿن پيرا
پريندو آھي.



ھنج، پاڻي مليل کير مان کير ۽ پاڻي ڌار ڌار ڪري ڇڏيندو
آھي. ساڳي طرح، جيڪي ماڻھو پنھنجي اصليت کي کوٽ
کان ايئن ڌار ڪري ڇڏيندا آھن، سي ئي ڪنڌيءَ لڳي
سگھندا آھن.



# هڪ ئي نظر

منهنجو سائين منهنجو استاد اهڙو آهي، جيڪو سيني کي هڪ ئي نظر سان ڏسندو آهي.
هن مون کي آفاقي علم ڏنو، هينئر مان جيڏانهن بہ نهاريان ٿو، مون کي هڪ ئي جلوي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي.

❖

مون اهڙو مرشد ڪيو آهي، جيڪو سيني کي هڪ ئي نظر سان ڏسندو آهي.
هن مون کي دنياوي گندگيءَ کان آجو ڪري ڇڏيو آهي، هاڻ مان جيڏانهن بہ نظر ٿو ڪريان،* مون کي، منهنجي مالڪ جو جلوو ئي نظر ٿو اچي.

❖

---

* جيڏانهن ڪريان پرڪ، تيڏانهن صاحب سامهون. (شاهہ)

# ڀڳتي/ولايت

جيستائين دنيا جو حرص روح ۾ اٽڪيل آهي، تيسين ڀڳتي نٿي ٿي سگهي.
جيڪو دنيا جي حرص کان منهن موڙي پالڻهار جي پرارٿنا ڪندو آهي تنهن کي ئي ڀڳت چوڻ جڳائي.

❖

ٻين کي ڏسڻ ۽ اپنائڻ سان ڪنهن تي ٻه رنگ چڙهي نٿو سگهي.
اهڙو ماڻهو آزمائش اچڻ تي ڀڳتي کي ائين ڇڏي ڀڄندو آهي. جئين نانگ پنهجي کل لاهي ڇڏيندو آهي.

❖

شهوتي ، ڪاوڙيل ۽ لالچي ماڻهوءَ کان ڀڳتي ٿي نٿي سگهي.
ڀڳتي ڪرڻ ته اهڙي ٻلوان جو ڪم آهي، جيڪو، پنهنجي ذات، ڪرم ۽ قبيلو سڀ ڪجهه ڇڏي ڏي.
جيئن مڇي کي پاڻي پيارو هوندو آهي، تيئن لالچي ماڻهوءَ کي مايا جو گهيرو گهربل هوندو آهي.

جيئن ماءُ کي پٽ پيارو هوندو آهي، تيئن ڀڳت کي به پنهنجي ناليءَ جي ناموس مٿي هوندي آهي.

❖

ڀڳتي ته چوگان• جي بال وانگر آهي، ڪير جيڪو به چاهي ڪٽي سگهي ٿو.
ڪبير چوي ٿو ته انهيءَ معاملي ۾ شاهه ۽ گدا ۾ ڪو به فرق نه هوندو آهي.

❖

چڪور جي زبان ۾ ڇنب سڙي ڇو نه پوي، پر سندس محبت نٿي ختم ٿئي.
محبت ٿي ته آهي، نه ته ٽانڊن ۾ ڪهڙو مٺاڻ آهي جيڪي چڪور ٿو کائي.

❖

ڀلي اربين ۽ ڪربين رپين جو ڏن ۽ دولت ڇو نه هجي ۽ پورب کان پڇم تائين سلطنت جون حدون ڇو نه هجن،
پر ڀڳتيءَ جي مهانتا انهيءَ سان ماپي نٿي سگهجي، ڀڳتيءَ اڳيان اهي سڀ شيون هيچ ثابت ٿين ٿيون.

❖

---

• هڪ قسم جي راند جيڪا گهوڙن تي چڙهي چڙين ۽ بال سان کئي وڃي. (سنڌيڪار)



# محبت

هي عشق جو گهر آهي، ڪنهن جي ماسيءَ جو گهر ڪونهي.
جيڪو هن ۾ اچڻ چاهي، سو جيءَ مٿو نہ ڪري پوءِ هليو اچي.



محبت نہ باغ ۾ جنم وٺندي آهي ۽ نہ وري بازار مان ملندي آهي.
بادشاهہ توڙي عوام، جنهن کي بہ گهرج آهي، سو پنهنجو سِر ڏيئي پوءِ ڪو حصو ڪٽي وڃي.



جنهن بہ پرت جو پيالو پيتو آهي، تنهن کي سامهيءَ ۾ پنهنجو سر ڏيٹو پوندو.
لالچي ماڻهوءَ جي وس ۾ سِرُ ڏيڻ ڪونهي. هو فقط محبت جو نانءُ ئي ڳنهي سگهي ٿو.



جڏهن ’مان‘ هيس، يعني جڏهن مون کي خوديءَ جو احساس هو، تڏهن مرشد نہ هئم.
هاڻ مرشد تہ اتم پر ’مان‘ نہ آهيان. محبت جي گهٽي ڏاڍي سوڙهي ٿيندي آهي، انهيءَ ۾ ٻن جي گنجائش نہ هوندي آهي.



جنهن جسم ۾ محبت نہ هجي، تنهن کي مٺل سمجهڻ گهرجي.
اهو لوهار جي ڌنوڻيءَ جيان آهي، جيڪا ساهہ نہ هئڻ جي باوجود بہ ساهہ کڻندي آهي.



جڏهن محبت جو واچوڙو اٿيو تہ ڪک (حقير انسان) آسمان ۾ اُڏري ويو.
هاڻ ڪک، ڪک سان مليو آهي، يعني عاشق محبت سان مليو آهي ۽ جنهن جو هو، تنهن جوئي ٿي ويو.



جڏهن مون کي محبت ٿي تہ ڪلي طرح دل ۾ سمائجي وئي، هاڻي جسم جي لوُنءَ لوُنءَ محبوب کي سڏي رهي آهي، اها فقط زباني عقيدي جي ڳالهہ ڪونهي.





اي ڪبير! مون تہ پرت جو پيالو دل سان لڳائي ڇڏيو آهي.
هاڻي منهنجي لون۽ لون ۾ اهو ئي سمائجي رهيو آهي، ٻيو نشو ڪهڙو ڪريان!؟



مان تہ ان نالي ۾ مگن آهيان، مون جيءَ ڀري محبت جو رس پيتو آهي.
مان مُڪتي ڇو گهران، مان تہ پنهنجي محبوب جي ديدار جو اڃايل آهيان.



ملڻ تہ اهو چئبو، جيڪو محبت ۾ ٿيندو آهي.
جڏهن دل ئي دل سان نہ ملي تہ جسمن جي ملڻ مان ڪهڙو فائدو؟



نيل ڪنول رات جو پاڻيءَ ۾ ڦٽندو آهي ۽ چنڊ انهيءَ کي ڏسي ڪلندو آهي.
ايتري دوريءَ مان ڪو بہ فائدو ڪونهي، جيڪو جنهن جو محبوب هوندو آهي، اهو تہ انهيءَ جي ويجهو هوندو آهي.





مان پنهنجي جانب کي خطرو تڏهن لکان، جڏهن هو
ڪنهن ٻئي هنڌ رهندو هجي.
جيڪو اندر او طاقين ۾ اڪين ۾ وسيل هجي، تنهن کي ڪهڙو
نياپو موڪلجي!؟



نينهن کي ته لازم نيائٽوئي پوندو آهي، انهيءَ ۾ ڪنهن
ٻئي خيال کي گهڙڻ نه ڪپي.
پوءِ پلي انهيءَ لاءِ تن ۾ من ڏيڻو پوي پر نينهن ناهي ڇڏڻو.



ڏک ۾ ته هر ماڻهو خدا کي ياد ڪري- پر سک ۾ ائين ڇو
نه ٿو ڪري.
جيڪڏهن ماڻهو سُکين گهڙين ۾ خدا کي ياد ڪري ته
جيڪر ڏک ئي نه اچن.



# ذڪر ۽ فڪر

اي ڪبير! ڪاٺ جي مالها جي داڻن ۾ پانت پانت جون
ڳنڍيون ۽ ڦير هوندا آهن.
پر ساهه جي اچڻ وڃڻ واري مالها ۾ نه ڪا ڳنڍ هوندي آهي
۽ نه ڪو ڦير هوندو آهي.

❖

خدا جو ذڪر به ختم ٿي ويندو آهي، بنا ذڪر ڪرڻ جي ياد
به ختم ٿي ويندي آهي. اندر مان اٿندڙ ڳوڙ به ختم ٿي
ويندو آهي. پر جڏهن روح ڏيان ۾ سمائجي ويندو آهي ته
موت نه ايندو آهي.

❖

مان ”تون ئي تون“ آلاپيندي، ”تون ئي تون“ ٿي ويس.
مون ۾ پنهنجي ’هئڻ‘ جو احساس ئي نه رهيو. مان تنهنجي
نالي جي صدقي، جوڏس تنهنجو ئي نظارو پسان ٿو.

❖

# خداتي ڀروسو

ساڌو ڀنهنجي هڙ ۾ ڪجھ به نه رکندو آهي ۽ پيٽ جو هڪ حصو ڪاٽڻ کان سواءِ ڪجھ به نه وٺندو آهي.
هن جي اڳيان ڀويان خدا ئي بيٺو هوندو آهي. جڏهن ڪانئس ڪو گهرندو آهي ته هو سڀ ڏيئي ڇڏيندو آهي.

❖

پرهڻتي مهل سڀ ساهوارا جاڳي ڀون ٿا ۽ هر ڪنهن کي ايترو چوڳو ملي ئي وڃي ٿو، جيترو سندن چهنب ۾ اچي ٿو.

❖

اي پالڻهار! مون کي ايترو ڏئي، جيتري منهنجي گهرج آهي. مونکي ايترو ئي ڏي، جنهن سان مان بکايل نه رهان ۽ در تي آيل سواليءَ کي به خالي نه موٽايان.
جيڪي تنهنجو نالو ڳنهن ٿا، ته فقط رسمي نالي ڳنهڻ سان تون ڪين نه تو ملين، اهڙا رسمي نالي ڳنهڻ وارا ته تو کان پري رهيا، پر جن ڀروسي ۽ يقين سان تنهنجو نانءُ ڳڌو، تون سدائين تن جي سامهون رهين ٿو.

❖

# هجرَ وصال

مان ڪيترن ئي ڏينهن کان تنهنجو ذڪرَ تنهنجو اوسيئڙو
ڪري رهيو آهيان.
منهنجو من تو سان ملڻ جي لاءِ بي قرار آهي. تو سوا
منهنجي دل کي سڪون ڪونهي.



جدائيءَ جي 'جيريءَ' اندر ۾ گهڙي منهنجو هينئون گهائي
ڇڏيو آهي.
پر بي وس عاشق برھ جي باھ ۾ لڇندا پڇندا ناھِن، ھو ماٺ
۾ جلندا رھندا آھن.



ھو بدنصيب تہ رڳو پرينءَ جي ديدار واسطي آيو ھو، ڪيس
دنيا جو سمورو وھنوار ڪڙو ٿي لڳو.
ھن کي تہ پنھنجو بُت بہ موت جيان ڳورو ٿي لڳو، ڪيس لڳو
ٿي تہ فقط پرينءَ جو نالو مٺو ٿي لڳو.



پرين ڪلڻ ۾ ڪيڏڻ سان ناهِن ملندا، اُهي تہ راتين جو روئڻ سان ئي ملندا آهن.
جيڪڏهن کلندي کُڏندي ڪنوار بہ ملي ويندي آهي تہ اُها سهاڳڻ نہ بڻبي آهي.

❖

منهنجي جسم جو گوشت جدائيءَ جي جهوريءَ ۾ سُڪي ويو آهي ۽ فقط هڏن جو پڃرو ئي وڃي رهيو آهي.
ڪانگ! منهنجي مرڻ جي اميد ۾ مون کي تڪي رهيا آهن.
پر منهنجي دل دوست جو ديرو نہ بڻجي سگهي، آءٌ ڪيڏي نہ اڀاڳڻ آهيان!

❖

آءٌ جبل جهاڳيندي رهيس ۽ مون روئي روئي اکيون ئي وڃائي ڇڏيون- پر پوءِ بہ مون کي اها دوا ڪين ملي جيڪا منهنجي درد جو دارون بڻجي سگهي.

❖

اندر ۾ باهہ ٻري رهي آهي ۽ انهيءَ جو دونهون بہ ظاهر نٿو ٿئي.
اها باهہ اهو ئي ڏسي سگهي ٿو، جنهن کي اها لڳي آهي يا وري اهو ئي ڏسي سگهي ٿو، جنهن اها لڳائي آهي.

❖



منهنجي جسم جو گوشت پرينءَ جي اوسيئڙي ۾ سڙي ويو آهي، صرف هاڏي پڃرو رهيو آهي.
پوءِ بہ ڪو منهنجي مرڻ جي اميد رکي تڪي رهيو آهي. واه ڙي منهنجا نصيب!



اي رام! تنهنجي ديدار پسڻ ڪارڻ، تنهنجي هيءَ اياڻي تڙپي تڙپي ڪري پوي ٿي.
جيڪڏهن تو ڪيس مرڻ پڄاڻان ديدار ڪرايو تہ ڪيس ڪهڙو فائدو ٿيندو؟



جدائي جي ڪهاڙيءَ سان بدن مان رت وهي رهيو آهي ۽ زخم ڇٽائڻ واري ٻوٽي بہ اثر نہ پئي ڪري.
هاڻي منهنجي مرڻ ۾ ڪو بہ شڪ نہ رهيو آهي، منهنجو سچو پرم ۽ زندگيءَ سان موهہ ختم ٿي ويو آهي.



جنهن کي جدائيءَ جو باڻ* لڳو آهي، تنهن تي ڪا بہ دوا اثر نٿي ڪري.
هو سدائين سُڏڪندو رهي ٿو ۽ مري وري جيئي ٿو ۽ جڏهن بہ اٿي ٿو تہ ڪنجهي اٿي ٿو.

* باڻ: تير



# دعاءِ وينتي

اي منهنجا مالڪ! اسان جي سار لهه- اسين دنياوي هُل ۽ ٻڪيڙن جي پاڙيءَ ۾ پئجي ويا آهيون.
جيڪڏهن تو اسان جو هٿ نه جهليو ۽ اسان کي نه اٿاريو ته اسين انهيءَ پاڙيءَ ۾ لڙهي ويندا سين.



مان ته ڄاڻي ڄم کان گنهگار آهيان- منهنجي اندر توڙي ٻاهر، هيٺ توڙي مٿي ٻچڙايون ٻريون پيون آهن.
تون ته مالڪ آهين. ڏکندا ڏور ڪرڻ وارو -تون ئي منهنجي سار سنڀال ڪر.



اي منهنجا غريب پرور پيءُ! منهنجي مداين کي معاف ڪر- مان تنهنجو نافرمان ٻچڙو آهيان.
پر پوءِ به پيءُ جي عزت آهيان.
تون اندر جو حال ڄاڻڻ وارو آهين ۽ روح جو اڪيلو سهارو به تون ئي آهين.
جيڪڏهن تو منهنجي هٿ کي ڇڏي ڏنو ته مون کي ڪير ڪنڌيءَ ڪندو.



مون ۾ پنهنجو ڪجهه به ڪونهي، جيڪو ڪجهه آهي سي تنهنجو آهي.
تنهنجو "شڪر" تو کي موٽائڻ ۾ مون کي گهٽي دير لڳندي.
ان لاءِ مان هر وقت عاجزيءَ سان تيار آهيان.

# موت کان پوءِ

هُتان کان ڪو بہ واپس نہ وريو آهي، جنهن کان ٻوڙي وچي
اُتان جي باري ۾ پڇان.
سڀ ماڻهو پنهنجو پنهنجو بوجھ کڻي هِتان کان ئي
هوڏانهن وڃي رهيا آهن.

❖

منهنجو مِيت، مون کي پيار سان سڏي رهيو آهي، پر مون
کان وڃڻ نہ پيو ٿئي.
ڪنوار ميري سيري ۾ گهوٽ اچو اجرو آهي. مان تہ سندس
چرنن کي بہ ڇهي نٿي سگهان.

❖

مون کي تہ پنهنجي ڳوٺ پنهنجي رهڻ واري جاءِ جو بہ پتو
ڪونهي. ڏس پتي کان سواءِ وڃان بہ تہ ڪيڏانهن وڃان.
هلندي هلندي جڳ گذري ويا اٿم، پر ڳوٺ ڏانهن اڃا مس
ٻرانگهون ئي بہ ڪنيون اٿم.

❖

هلڻ جي ته هر ڪو وائي پيو ڪري، پر منهنجي من ۾ ٻي
هورا ڪورا آهي.
مالڪ سان ته مهنداري ڪئي ڪو نه اٿم، هينئر ويندس ته
ڪيڏانهن ويندس.


جيڪو هنڌ ايترو ته مٿانهون هجي جو ماڪوڙي به اتي
چڙهي نه سگهي ۽ ايترو ته سوڙهو هجي جو انهيءَ تي داڻو
به ٻيهي نه سگهي- اهڙي هنڌ تي پنهنجي اندر کي کولي
رک ۽ اتي وڃي پهچ.


جي مرڻو ئي آهي ته پوءِ مري وڃ! جيئڻ سڄي جنجهٽ ڪان
پري هجين.
اهڙو مرڻ کهڙي ڪم جو جو ڏينهن ۾ سئو سئو ڀيرا مرڻو
پوي.


# سچاڻ

جڏهن هنج پڪي موتي چڳي سگهي ٿو ته هو پٿر چڳڻ جو خيال ڇو ڪري.
هو پٿر چڳڻ جي لاءِ پنهنجو ڪنڌ نه جهڪائيندو، موتي ملندس ته چڳندو.

❖

مانسرور ڍنڍ ۾ هنج ۽ بگهه هڪ جهڙا ٿا لڳن، يعني ٻئي اڇا آهن.
پر بگهه مڇي ڳولهي ٿو ۽ هنج موتي چڳي ٿو.

❖

چندن جي ڪاٺي اڻ ڄاڻن جي ديس ۾ ويئي ته سڀني ڪيس عام ڪاٺي سمجهيو.
۽ جڏهن چلهه ۾ وڌائونس ته جيئن جيئن هوءَ سڙندي وئي،
تيئن تيئن سندس سرهاڻ چوڏس ڦهلجندي ويئي.

❖

مون عجيب ڳالهه ڏٺي آهي ته بازار ۾ هيرو وڪامي رهيو آهي.
پر جيئن ته ملهه ڪٿيندڙ ڇڙ آهي، تنهن ڪري اهو ڀڳڙن مٽ وڪامجي رهيو آهي.
معرفت جي موتيءَ کي مَن جي ڪوٺيءَ ۾ بند رکو ۽ ڪوٺڙيءَ تي سانت جو پردو وجهي ڇڏيو.
جڏهن ڪو پارکو سامهون اچي ته مٺي ٻول جي ڪُنجيءَ سان اهو تالو کولي ڇڏيو.

❖

بازار ۾ خدا جي نالي جو هيرو ڪليو پيو آهي، ڇو ته ڪو به صراف ڪونهي، جڏهن صراف ايندو ته تڏهن ئي انهيءَ هيري جي صحيح ڪٿ ٿيندي.

❖

# تلاش

مون کي اهڙو ڪو بہ نہ گڏيو، جنهن سان هميشہ لاءِ گڏ رهي سگهان.
مون تہ دنيا جي هر ماڻهوءَ کي پنهنجي پنهنجي باهہ ۾ جلندي ڏٺو.

❖

هو هڪ سيني ۾ سمايل آهي ۽ سيئي ان جي ڇڪ ۾ آهن.
مان ڪبير معرفت ۾ مگن ٿي ويو آهيان ۽ مون کي ٻيو ڪو بہ نظر نٿو اچي.

# ٻڌتر

آرسي ته دل ۾ هوندي آهي، پر انهيءَ آرسيءَ م چهرو ڏسڻ ۾ نٿو اچي، يعني خوديءَ جي معرفت نہ ٿيندي آهي.
چهرو ته تڏهن ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جڏهن حجاب کي ختم ڪرڻو پوندو آهي.

❖

سچو نانءُ ڪڙو پئي لڳوءِ مايا جو نانءُ مٺو پئي لڳو.
انهيءَ ٻڌتر ۾ ٻئي شيون هٿن مان هليون ويون، نہ مال پلئہ پيو، نہ وري خدا مليو.

# قول ۽ عمل

ڳالهائڻ ماڻهوءَ کي مناڻ وانگر تو لڳي، پر انهيءَ تي عمل ڪرڻ تُوهه کان به وڌيڪ ڪڙو تو لڳي.
جيڪڏهن ڳالهين جو ڍير تيڻ بدران، عمل کي اپنايو وڃي ته هر زهر، امرت ڌارا ٿي پوندو.
بي علم ماڻهو، عمل کان وانجهو سڄو ڏينهن رڳو پيو ڳالهيون ڪندو آهي. هو ٻُڌل سُڌل ڳالهين سان ئي سڄو ڏينهن پيو ڪتي وانگر ڀؤڪندو آهي.
پاڻ وٽ ته پيئڻ جي لاءِ پاڻي به ڪو نه اٿئي، پر ٻين کي کير پيو آڇين!
پنهنجي مزاج ۾ ته سنوت ڪو نه اٿئي، پوءِ ٻين جي من کي ڪيئن پيو ليائين؟!



جيڪو گس ملندي ٿاپو کائي، تنهن کي ڪو به ڏوهدار نه سڏيندو.
پر ڪبير چوي ٿو ته، جيڪو ويٺل آهي، تنهن جي سر تي چوڏاري ڦٽڪارئي ڦٽڪار آهن.

❖

جيڪو شخص ڳالهائي ته منو ٿو، پر اندر ۾ ڪجھ ٻيو آهي، ڪبير چوي ٿو ته، اهڙي شخص کان خدا به هوشيار رهندو آهي.*

❖





* منافق ماڻهوءَ تي ڪڏهن به ڀروسو نه ڪجي.



# روايتي طور

روايتي طور تي سڀ ماڻهو اولاد، ڌن دولت، خواهش، سڀ
بي سروڪار خواهشن جي ور چڙهي ويا.
ڪبير جنهن نالي جو غلام آهي، انهيءَ هڪ ئي حقيقت ۾
ملي ويو آهي.

❊

جيڪا شيءِ روايتي ڇڪتاڻ کان سواءِ ملي، اها مِٺي
سمجهڻ گهرجي.
جنهن شيءِ جي حاصل ڪرڻ ۾ گهڻي ڇڪتاڻ ڪرڻي
پوي، اها نم جهڙي ڪڙي سمجهڻ کپي.

❖

# اڻ ڏٺي جو عشق

جيڪڏهن مان هن ڪي ڳرو ٿو چوان ته ڊپ ٿو ٿئي، جي
هلڪو ٿو سڏيان ته اهو ڪوڙ هوندو.
آئون پنهنجي پرينءَ کي ڪهڙو روپ ڏيان، ڪيس ڪڏهن
اکين سان ڏٺو ئي نه اٿم.

❖

جيڪو ڏسندو آهي، اهو چوندو ڪونهي، جيڪو چوندو
اهي اُهو ڏسندو ناهي.
جيڪو اصليت کي ڄاڻي وٺي ٿو، اهو ڪيس سمجهائي نٿو
سگهي، ڪنهن جي ڪنهن جي زبان، اک يا ڪن جي ڳالهه
ڪجي.

❖

# عاشق عميق جو

مان سمنڊ جو جيوُ، يعني ٻي ڊِپو ٽوٻو آهيان.
مون ٽٻي هڻئي ۾ معرفت جي مُٺ ڀري آيس، جنهن ۾ پانت پانت جون شيون موجود آهن.

❖

جيڪي ماڻهوءَ هن جهان ۾ جيئڻ جي اميد ۾ جيئن ٿا، تن کي ٻنهي جهانن جي مالڪ جو هيرو ڪيئن ملندو.
انهيءَ هيري کي تہ دريا مان ڪو ٻڙ ٽوٻوئي ڪڍي سگهي ٿو.

❖

حقيقي نانءُ جي پرک سچي آهي، انهيءَ تي ڪا بہ ڪوڙي شيءِ ٽڪي نٿي سگهي.
نالي جي ڪسوٽيءَ تي اهوئي ٽڪي سگهي ٿو، جيڪو جيئري بہ پاڻ کي مئل سمجهي.

❖



مٽي بنيو تہ بہ ڇا هڙ حاصل! اها تہ اُڏري ماڻهن کي لڳندي آهي.
ساڌو تہ اهڙو هئڻ گهرجي، جيئن بيٺل پاڻي.
رڳو ساڌو بڻجڻ مان بہ ڪهڙو فائدو، اهو بہ پنهنجي لاءِ ’جاءِ‘ گهري ٿو.
جيڪو پليت ۽ ناپليت کان مٿاهون هوندو آهي، اهو فقير ئي نرالو هوندو آهي.



# وچين واٽ

جيڪي چون ٿا تہ، اسان ماڻيو آهي، سي مورک آهن،
جيڪي چون ٿا تہ، اسان وڃايو آهي، اهي ڪم چورءِ ٺوٺي آهن.
جنهن نہ ڪجهہ وڃايوءِ نہ ڪجهہ پاتو، اهو ئي ڪمال کي پهتو.

❖

جيڪڏهن آئون ريجهايان تہ ڪنهن کي ريجهايانءِ رسان تہ ڪنهن کان رسان.
جيڪو ريجهائڻءِ رسائڻ جي وچ ۾ آهي، اهو تہ ڪبير جي دل ۾ وينل آهي.

❖

گهڻو ڳالهائڻ بہ سنو ڪونهي، نہ وري گهٽي ماٺ سٺي آهي.
حد کان وڌيڪ مينهن بہ سنو ڪونهي، نہ حد کان وڌيڪ اُس سُٺي آهي.

❖

# سوريءَ سڏ ٿيو

آسمان تي نغارو وڄڻ شروع ٿيو ۽ نشاني تي ڏؤنڪو لڳو.
جنگ جي ميدان ۾ سورمو سڏي رهيو آهي ته، اهو ئي وقت
وڙهڻ جو وقت آهي.



انهيءَ سورهيه جي ساراهه ڪجي، جيڪو پنهنجي جسم تي
لوهه ڪڙا نه پائي.
جيڪو سڀ بند ٽوڙي سر تريءَ تي رکي وڙهي ٿو.
بهادر اهو آهي جيڪو ميدان نٿو ڇڏي ۽ مخالف فوجن جي
وچ ۾ وڙهي ٿو. اهو ته جيئڻ مرڻ جي اميد ۽ خيال کي به
دل ۾ نٿو آڻي.



ڳولها ڪرڻ واري کي هورا ڪورا هوندي آهي ڪيس هر
گهڙي فراق جي جهوري لڳل هوندي آهي.
اهڙي حالت ۾ جيڪو جسم نيستو ٿي ڪري پوي، اهو ئي
مالڪ جي ڪم جو هوندو آهي.



# عورت جي وفا

وفادار زال پنهنجي وَر جو ڌيان رکندي آهي، ڪيس ڪو ٻيو
ڪيئن ڀانءِ پوندو.
شينهن جا ٻچا ڪيترا ڀُکيا ڇو نه هجن، اهي گاهه نه
کائيندا آهن.

❖

اي ڪبير! سمنڊ جي سپ اُڃ لاءِ اتاولي رهندي آهي پر
ساگر ۾ رهندي ان جي بوند به نه پيئندي آهي.
اها ته مينهن جي بوند جي اميد ۾ هوندي آهي، جنهن مان
موتي ٺهندو آهي.

❖

وفادار زال ميرن ڪپڙن سان، ڳچيءَ ۾ ڪانچ جو داڻو پائي
به ڀلي لڳندي آهي.
هوءَ پنهنجي جيڏين سرتين ۾ هوندي آهي ته، سج ۽ چنڊ
جي روشني جيان جڳمڳ جرڪندي آهي.

❖

جيڪڏهن هن هڪ کي ئي نہ سُڃاتو تہ گهڻن کي سڃاڻڻ
مان ڇا حاصل ٿيندو؟
اُن هڪ سان ئي تہ سڀئي آهن، پر سڀني جي اشتراڪ سان هو
هڪ نٿو ٿي سگهي.

❖

اي ڪبير! جت سندور جي ليڪ آهي، اُتي ڪجل لڳائڻ نٿو
سونهي.
منهنجي اکين ۾ محبوب مڙس ايترو تہ سمايل آهي جو ٻئي
ڪنهن جي گنجائش ئي ڪانهي.

❖

سچي مرشد وانگر پنهنجي ويجهو ڪير آهي ۽ ساڌوءَ جهڙو
سخي مڙس ٻيو ڪير آهي.
الله جهڙو ٻيو ڪهڙو مددگار آهي ۽ الله وارن کان وڌيڪ ٻي
ڪهڙي صحبت آهي.

❖

مان پنهنجي مرشد تان گهور وڃان، جنهن مون کي سؤ وار
گهڙي سنواري ماڻهوءَ مان ديوتا بڻائي ڇڏيو ۽ ڪيس گهڙڻ
۾ ويرم ئي ڪا نہ لڳي.
آئون سڄي ڌرتيءَ کي ڪاغذ بڻايان، ٻيلن جي وڻن کي قلم
۽ ستن سمنڊن کي مس ٺاهيان، تہ بہ پنهنجي مرشد جا گڻ
لکي نٿو سگهان.

عالم ماڻهو پڙهندي ويچار ڪندي ۽ علم دل ۾ لاهيندي
لاهيندي مري ويا.
پر خبر پين ته گروءَ کان سواءِ گيان نٿو ملي.
گيان ڪونهي ته مڪتي ڪونهي، جيئڻ ۽ مرڻ جو لطف
ڪونهي.
انهيءَ ڳالھ کي سچي قول ثابت ڪيو آهي.

❖

هيءَ جسم زهر جي ول آهي ۽ مرشد آب حيات جي کاڻ
آهي.
جيڪڏهن سر ڏيڻ تي مرشد حقيقي ملي پوي ته اهو سودو
سستو آهي.

❖

# جڳاڙي مرشد

خواهش ۾ ڦاٿل مريد کي خواهش ۾ ڦاٿل مرشد مليو ته آزاديءَ جي ڪهڙي صورت ٿي سگهي ٿي.
توکي کپي ته تون خواهش کان آزاد مرشد جي خدمت ڪر، جو ته هو ڪن پل ۾ ئي توکي خواهش کان آزادي ڏياري ڇڏيندو.



ڪوڙو مرشد ڪوڙيون ڳالهيون ڪهڙي دنيا کي ته ٺڳي ٿو، پر پنهنجي نفس جي تربيت نٿو ڪري.
پر ڪبير چوي ٿو ته، ان جو من ڪيس چوراسي لک قسم جي مخلوق ۾ گهمائي ڦيرائي پر سندس مڪتيءَ جو ڇوٽڪارو ٿيڻو ناهي.



جڳاڙي مرشد پنهنجا مريد ۽ روحاني سلسلا جوڙيا، پر ڪنهن ڪامل مرشد سان ناتو نه ڳنڍيائين.
هو حقيقت جي دنيا ڏانهن وڃڻ جي ڳالهه ته ڪري روانو ٿيو هو، پر سندس ڏيان وچ ۾ ئي اٽڪي پيو.





# ڀلي مَنَّيءَ وارا ماڻهو

نيڪ فطرت ماڻهو ٻين جا خير خواهه هوندا آهن. ڪڪر
جيان اڇي وسندا آهن.
هو پنهنجي حصي جو دان ڏيئي ٻين جون گهرجون
پوريون ڪندا آهن.



سچي ٻيلي ۾ نہ صندل جي ڪاٺي هوندي آهي، نہ سچي
سمنڊ م موتي ملندا آهن، اهڙي طرح دنيا ۾ ساڌو ۽ درويش
بہ ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ئي ملندو آهي.



وڻ پنهنجو ميوو پاڻ ڪو نہ کائيندا آهن ۽ ندي پنهنجو
پاڻي پاڻ نہ پيئندي آهي.
اهڙي طرح درويش ماڻهو بہ پاڻ لاءِ نہ جيئندا آهن پر عام
انساني ويس ڏيکيندا آهن ۽ ڳالهہ نہ ڏين عام کي.





سڀ جوڳي هڪ جهڙا نظر ايندا آهن. جڻ ڏوڏيءَ جون پوڪيل ٻنيون هجن.
انهن منجهان ڪي روشن ضمير ڳاڙها هوندا آهن ۽ باقي ٻيا سڀ اڇا هوندا آهن.



درويش ۽ ساڌوءَ جي ذات نہ پُڇ، اُنهيءَ جي فيض کي پُڇ.
تون تلوار جو سودو ڪر ۽ نيام کي ڇڏي ڏي.



انسان کي کپي تہ دنيا جي محبت ڇڏي ڏي ۽ دنيا مان اميدون بہ ختم ڪري ڇڏي.
انهيءَ جي اڳيان ٻنيان هيڏي وڏي خدائي آهي ، پوءِ ڪيس ڏکَ ڪيئن رَسندا.



# خراب مٽيءَ وارا ماڻهو

خراب ماڻهوءَ کي سُٺي صحبت ۾ ملي ته ڇا ٿيندو، ڇو ته سندس دل سخت آهي.
جيڪڏهن پاڻي نُون، نيزن جيترو اونهو هوندو ته به سندس پلئه کو نه پسندو.

❖

سائو وڻ انهيءَ کي چئو جيڪو پاڻيءَ سان محبت ڪري، يعني اُهو چُهي (چوسي)
سُڪل ڪاٺيءَ تي ڪهڙو اثر پئجي سگهي ٿو، پوءِ پلي ڪيترو به مينهن وسي.
ڪبير چوي ٿو ته: صندل جي وڻ ويجهو نم جو وڻ به صندل بنجي وڃي ٿو.

❖

هو بزرگ ڏس! پاڻيءَ ۾ بانس وڏائي رهيو آهي، ان کي جهليو، ڪيس ٻڏڻ نه ڏيو.
نرڙ تي تلڪ لڳائڻ سان پڳتي هٿ نه ايندي.
اهڙا نوڳي سادو ڏاڙهيءَ مجون ڪوڙائي به دنيا سان گڏ هلندا آهن.

❖

اُهي چريا آهن، جيڪي نانگ جي ليڪي کي پيا ڪُٽيندا آهن، پر نانگ ماري نه سگهندا آهن.
اڙي مورک! ليڪو ڪنهن کي به ڏنگيندو نه آهي، نانگ هر ڪنهن کي ڏنگيندو آهي.



# چڱن جي صحبت

اي ڪبير! چڱي ماڻهوءَ جو ساٿ ٻين جو ڏکندو ڏور تو
ڪري.
خراب ماڻهوءَ جو ساٿ ۾ خراب آهي، جو انهيءَ سان
ڪروڙين خرابيون پيدا ٿيو پون.



اي ڪبير! درويش جي سنگت، عطر وڪڻندڙ جي گهر جيان
هوندي آهي.

اُتي جيڪڏهن عطر وڪڻندڙ عطر نہ بہ ڏي، تہ بہ تو کي هڳاءُ
تہ ملندو.



جيڪي ڏينهن بزرگن جي سنگت نصيب نہ ٿئي، اُهي
ڏينهن بيڪار ئي گذريل ڇئبا.
انهن جي صحبت ۽ خدا جي بندگي کان سواءِ زندگي
جانورن جهڙي ٿي وڃي ٿي.



# ٻيڙي صحبت

جيڪڏهن واقعي توکي محبت جو درد آهي ته پختگيءَ
سان پيچ پاءِ.
ڪچي سرنهن، گهاڻي ۾ پوندي ته، نه تيل ملندو ۽ نه ئي ڪڻ
ملندي.



نير جو داغ لڳي ٿو ته سئو ڀيرا صابڻ سان ڌوئڻ سان به نٿو
مٽجي.
ڪروڙين ڪوشش جي باوجود به ڪانءُ، هنج پکي ٿي نٿو
سگهي.



# ٻانهپ

دل ۾ الله جي ڪبريائي ويهاري ڪو نہ اٿئي، باقي پاڻ کي ٻانهو چوين ٿو.
پاڻي پيئڻ کان سواءِ اُڃ ڪيئن ويندي، اهڙي ڳالهہ مان کهڙو فائدو!



هيءَ دنيا ائين آهي، جيئن سُرمي جي صراحي (سرميداڻي).
خدا جي اُنهيءَ ٻانهي تان گهور وڃان، جيڪو انهيءَ ۾ گهڙي وري ٻاهر نڪري ٿو اچي.



منهنجو سائين هر هنڌ حاضر آهي، ڪا بہ جاءِ ڪو بہ ذرو اهڙو ڪونهي، جتي هو ڪونهي.
پر ان جي اهڙي ٻانهي تان قربان وڃان، جنهن ۾ هو پنهنجي صفتن سان پڌرو ٿئي ٿو.



# ويس

جنهن پنهنجي من کي مالا بڻايو هجي ۽ جسم کي رسيءَ جو
ڪمربند بڻائي خدا جي خوف ۾ مِٽي مَلي هجي.
جيڪو هر شيءِ ۾ اڻ ڏٺل مالڪ جو جلوو پسي ٿو، اهو ئي
جوڳي مرتبي وارو آهي.

❖

جسم کي جوڳي ته سڀ بڻائي ڇڏيندا آهن، پر نفس کي فقير
بڻائڻ وارو ڪو ڪو هوندو آهي.
پر جيڪڏهن ڪنهن جو من واقعي جوڳي ٿي پوي ته پوءِ
انهيءَ جا ٻيڙا پار آهن.

❖

اسين ته مَن جا جوڳي آهيون، تَنَ جا جوڳي ڪي ٻيا هوندا.
من جو جوڳ پچائڻ ۾ اسان جي حالت ئي ٻي ٿي ويئي
آهي.

# هشياري

ماڻهوءَ جي حياتي پاڻيءَ جي ڦوٽي جيان آهي.
اهو ڏسندي ڏسندي ائين گم ٿي ويندو، جيئن وهائو تارو.

❖

جيڪو ڪجھ سڀاڻي ڪرڻو اٿئي، سو اڄ ئي ڪري وٺ ۽
جيڪو اڄ ڪرڻو اٿئي، سو هينئر ئي ڪري وٺ.
تنهنجي لاءِ ڪن پل ۾ دنيا جي پڄاڻي ٿيڻ واري آهي، پوءِ
ڪڏهن ڪندين؟

❖

# نصيحتون

هيٺي کي ڪڏهن بہ متان ستائين. انهيءَ جي آهہ آسمان
تائين پهچندي آهي.*
اهو نہ وسار تہ جڏهن ڏنوٽيءَ جي ڏوڻ ڏم ڏم ڪندي آهي
تہ ان سان لوهہ بہ سڙي ويندو آهي.

❖

اي ڪبير! پلي پاڻ تون ٺڳجي وڃين، پر ڪنهن سان ڪُپت
نہ ڪجانءِ!
دوکو کائڻ ۾ سڪون سمايل آهي ۽ دوکو ڏيڻ ۾ تڪليف
پلئہ پوندي آهي.

❖

سچائيءَ جي سيج جو غاليچو بنائي، معرفت جي هاٿيءَ تي
سوار ٿي وڃ-
دنيا جي ڪُتن کي جک کائي ڀؤنڪڻ ڏي تہ پلي جک
کائيندا ڀونڪندا وتن.

---

*آهہ غريبان، قهر خدائي (پهاڪو)

# نفس جي خواهش

نفس جي خواهش تي هلڻ واري،ڪاوڙيل يا لالچي ماڻهوءَ
ڪان ڀڳتي تي نہ سگهندي.
ڀڳتي ڪرڻ تہ سورمي جو ڪم آهي، جنهن پنهنجي ذات ۽
دنياداريءَ کي تياڳي ڇڏيو هجي.

❖

جسماني لذت جي لاءِ نفس پرستيءَ جي غلامن، ڀڳتيءَ کي
برباد ڪري ڇڏيو.
هنن پنهنجي هٿن سان هيرو وڃائي ڇڏيو، هنن پنهنجي
زندگي فضول وڃائي ڇڏي.
لذت ماڻڻ جي ڳالهہ تہ سيئي ڪن ٿا، پر ڪنهن کي بہ
سڄاڻپ ڪونهي تہ اها ڪهڙي شيءِ آهي.
دل ۾ جيڪا دنياوي لڇ ۽ خواهشون اٿن تيون تن کي ئي تہ
لذت چئبو آهي.

❖

# ڪروڌ

ناسمجھيءَ جي ڪمان چڙھي پئي آھي ھو ڪڙن ٻولن جا
تير پوري زور سان ڪَنن ۾ ھڻي رھيو آھي.
ان جنھن سان اڳلي جو سڄو سرير سورن ۾ وڃي ويو آھي ۽
ھن جي دعويٰ آھي تہ ھو اذيت پسند ناھي.

❖

سيني ۾ ڪڙن ٻولن جا تير ڪتل آھن ۽ اندر ۾ سورن جون
ستون اُڀري رھيون آھن.
اھي نڪرڻ سان بہ نہ پيا نڪرن ۽ سخت ڳنڍ جيان ٻڌا پيا
آھن.

❖

مٺا ٻول دوا وانگر آھن ۽ ڪڙو ڳالھائڻ تير مارڻ وانگر آھي.
اھڙو تير جيڪو ڪمان مان ڪَسجي اچي ٿو تہ سڄي سرير
کي ڏڪوئي ٿو.

# لوڀ

جڏهن من ۾ لالچ جا جذبا پرجي اچن ته اهو دنيا جي لذتن ۾ ڦاسي وڃي ٿو.
ڪبير چوي ٿو ته هل سوچ ويچار ڪري ڏس ته انهيءَ طريقي سان ڀڳتيءَ جي دولت ڪيئن ملندي.



ماڻهوءَ جي پت وئي ته عزت به وئي ۽ اکين ۾ محبت به ڪا نه رهي.
اهي ٽئي شيون تڏهن ويون، جڏهن چيئي ته "مون کي ڪجھ ڏي."*



دنياداريءَ ۾ ڀلي پيو مٿان مونا هڻ، پر آخر ۾ انهيءَ جو نتيجو ڪجھ به ڪين نڪرندو.
اي ڪبير! ڪنجوس ماڻهو ڌن گڏ ڪندو ويندو آهي، پر آخر ۾ اهو چور چورائي ويندا آهن.



* حضرت محمد ﷺ چيو ته مٿيون هٿ هيٺين هٿ کان ڀلو آهي.(حديث)



# چاهت

سڄي دنيا چاهت ۾ چري آهي، نينگري ڪنواري ئي
رهجي ويئي، يعني روح جو خدا سان ميلاپ نہ ٿيو.
جنهن شخص سمجهہ نہ رکي ۽ پاڻ کي خدا جي محبت ۾
مگن نہ رکيو، اهو جنم جنم تڙپندو آهي.



ماڻهن ابديت جو بار مٿي تان لاهي ڦٽو ڪيو آهي ۽
پنهنجي شرف کان هيٺ لهي آيا آهن.
مان جنهن کي بہ ڀڏايان ٿو تہ مان انهيءَ خدا جو روپ
آهيان، تہ اُهو مون کي بہ ٿي ڀڏائي ٿو ڇڏي.



# معتبرائپ

ڏن چڏي ڏنئي تہ ڇا ٿي پيو، پر تنهنجي معتبر بڻجڻ جي
چاهت تہ ڪا نہ گهٽي.
عزت حاصل ڪرڻ جي چڪر ۾ وڏا وڏا ماڻهو ختم ٿي ويا،
عزت سيني کي کائي ويئي.

❖

ڪجيءَ جي وڻ وانگر ڊيگهہ ۾ وڏڻ سان ڇا حاصل!
انهيءَ مان پکين کي بہ ڇانورو نٿو ملي ۽ انهيءَ جو ڦل بہ
ڪافي مٿي لڳندو آهي.

❖

## ڪپٽ

اي ڪبير! اُتي نہ وڃ، جتي دو ڪي جي دوستي هجي. اها
ڏاڙهون جي گؤنج جيان هوندي آهي.
جنهن جو جسم تہ ڳاڙهو هوندو آهي، پر اندر اڇو هوندو
اٿس.

❖

جن ماڻهن جي دل ۾ ڪپٽ هوندي آهي، سي بدنيتيءَ
سان دوستي رکندا آهن.
خراب ماڻهوءَ آرسي ۾ئي اڳيان پٺيان مختلف هوندا آهن.



# اميد

هڪ ئي اميد اصلي آهي، جيڪا 'اميد' خدا جي نالي جي آهي. باقي سڀ اميدون نراسايون آهن.
بين ۾ اميدون رکڻ ايئن آهي جيئن "پاڻيءَ مٿي جهوپڙا مورک اُڃ مرن."

❖

مان اميد جو "ٻارڻ" ٻاريان ۽ خواهش کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيان ۽ ورائي ورائي جوڳ پچايان. انهيءَ ۾ ئي پنهنجي ڀلائي آهي.



# سڏون

اي ڪبير! اهڙي مايا ميڙ، جيڪا عاقبت آجي ڪري.
مون دنياوي دولت جو بار مٿي تي کڻي ڪنهن کي معرفت
جي راهه تي هلندي نه ڏٺو آهي.
گهڻيون سڏون يا تہ ڏائڻيون آهن يا زندگي کي ختم ڪندڙ
موت.
هوءَ روزانو نئون شڪار چاهين ٿيون ۽ زندگي جنجال ڪريو
ڇڏين.

❖



## ننڊ

اي ڪبير! تون ڇو ستو پيو آهين- جاڳڻ جو ارادو ڪر،
تنهنجو هڪ هڪ ساهه هيري ۽ موتيءَ وانگر قيمتي آهي ۽
تون هر ساهه صبح اڏڻ جي حوالي ڪر.



تون لڳاتار ننڊ ۾ نه رهه، ۽ رات توڙي ڏينهن 'طلب' جي
تنوار ڪندو رهه.
جيڪڏهن تون رات ڏينهن طلب جي تنوار ڪندين ته نيٺ
هڪ ڏينهن تنهنجي تات حاصلات تي پهچي ويندي.



ستل نيڪ سيرت ماڻهوءَ کي جاڳائڻ گهرجي، جيئن هو
'خدا' جو نالو وٺي.
بدنيت ماڻهو، شينهن ۽ نانگ، انهن ٽنهي جي ستل هئڻ ۾
ئي ڀلائي آهي.



# ٽوڪ

ٻين جون ٻچڙايون ڏسي، ماڻهو ٽوڪيندا وتندا آهن.
ڪين پنهنجون خرابيون ياد ئي نہ پونديون آهن، جن جي نہ
اڳياڙي هوندي آهي، نہ پڇاڙي.



هزارين گنهگارن سان ملي وٺ، پر ڪنهن ٽوڪباز سان نہ
مل.
پڪ سمجهہ تہ ٽوڪيندڙ جي سر تي ڪروڙين گنهگارن جو
بار سٽيل هوندو اٿئي.



# ڏن ۽ دولت

ڏن ۽ ڀاڄولو هڪ جهڙا اٿئي، اها ڳالھ ڪو ڪوئي سمجهي ٿو.
اهي نيڪ فطرت ماڻهن جي پويان رهندا آهن ۽ جيڪو انهن جي پٺيان ڦرندو وتي تنهن کان ڀڄندا آهن.



دولت تہ خدا جي ئي آهي، دنيا وارا انهيءَ جي پويان هرويرو ٿا ڊوڙن.
انهيءَ جي جنهن کي اجازت امانت طور ملندي آهي، سا امانت ڪري ڪپائڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالھ ڪونهي.



نشو گهٽ ئي قسمن جو هوندو آهي- انهيءَ ڳالھ کي ڪير بہ نٿو ڄاڻي.
ماڻهن ۾ اندر جو نشو يعني غرور، دل البيليءَ جو نشو، ذات جو نشو ۽ دولت جو نشو بہ هوندو آهي.



ڪبير کي خدا جي نالي جو نشو آهي، ٻئي نشي جي ويجهو ئي ڪين وڃي.
جنهن خدا جي نالي جو مڌ پيتو، اهو ٻئي جي نالي ويجهو ئي نہ ويندو.





# شرافت

جڏهن دل ۾ شرافت ۽ خوش اخلاقي ايندي آهي ته اڻ ڏٺل
خدا به نظر ايندو آهي.
خوش اخلاقيءَ ڪان سواءِ ڪو به ان تائين پهچي نٿو سگهي،
توڙي ڪهڙي به دعويٰ ڪندو هجي.



سوچ ويچار ڪندڙ ۽ نفسياتي خواهشن تي ڪنٽرول ڪندڙ
سخي ۽ بهادر هوندا آهن.
اهڙي طرح ذڪر ۽ رياضت ڪندڙ ته ڪيترائي آهن، پر انهن
منجهان اخلاق جو ڏٺي ڪو هڪ اڌ ئي هوندو آهي.





# غصو

بدنيت ماڻهن جون ڳالهيون ڳجهن وانگر هونديون آهن،
جن ڏي سڌا ماڻهو ڏيان ئي نہ ڏريندا آهن.
جيڪڏهن سمنڊ وچ ۾ ڪنوڻ ڪري پوي تہ اها سمنڊ جو ڇا
ساڙي سگهندي!



معافي ڏيڻ وڏن ماڻهن جي شان وٽان آهي ۽ ننڍن ماڻهن
جي لاءِ شرارت فطري شيءِ آهي.
جيڪڏهن 'رام' وٽان لوڌ جي نڪتو تہ انهيءَ سان 'وشنوءَ'
جو ڇا بگڙيو.



# فياضي

جيڪڏهن ٻيڙيءَ ۾ پاڻي وڌي وڃي يا گهر ۾ دولت اچي
وڃي ته ٻنهي ٻُڪَن سان ٻري انهن کي ٻاهر نيئڻ کپي،
سٺي ماڻهوءَ جو اهو ئي ڪم آهي.

❖

جيڪڏهن تن درست آهي ته ان جو خير ڀر يعني خدا کي
ياد ڪر- ان جي رضا جا ڪم ڪر.
جيڪڏهن دولت گهڻي آهي ته ان جو خير ڀر يعني ڏيندڙ
جي نالي ڏئي ڇڏ.
جيڪڏهن عقل سرس آهي ته ان جو خير ڀر يعني ٻين جي
فائدي ۾ استعمال ڪر.
اها ئي زندگيءَ جي اصل حاصلات آهي.

❖

جيڪو ماڻهن ۾ چڱائيءَ سٺائي ورهائي ٿوءِ پنهنجي
مانيءَ مان ٻه گرهه ڏيئي ٿو ڇڏي.
ڪبير چوي ٿو: اهڙن فياض ٻانهن کي ڪڏهن به ناڪاميءَ
جو منهن نه ڏسڻو پوندو.

❖

## ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن ڏسي

سائينءَ جي صورت جو ڪهڙو بيان ڪجي
ڪائنس علاوه ٻيو ڪير آهي جو ڪيس ڏسي سگهي
هو ته ازلي اونڪار آهي نه ويد،
سندس پاڙي جي پروڙ ڪنهن کي ڏجي
هو تارن جو جهرمٽ ناهي، نڪو سج چنڊ
هو پيءُ جي نطفي مان پيدا ناهي ٿيو
ڌرتي پاڻي ۽ هوا به هن کي ڪيئن ڇهجي
ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن ڏسي
هو نه ڏينهن آهي ۽ نڪي رات
سندس خاندان ۽ ذات ڪيئن ٻڌايان
جهالت مان سُرت جو سوجهرو ڦٽائيندڙ
بي نياز مالڪ تان گهور وڃان
جنهن جو ڪو به ثاني ۽ مٽ ڪونهي.

# موت کان مٿانهون مالڪ

اي سنتو! اڇٽي وڇٽي عارضي شيءِ کي مايا سمجهوتا.
ماڻهوءَ جو اصل حاصل ته ان جو مالڪ پالڻهار آهي، مايا
اڇٽي وڇٽي آهي ۽ مالڪ موت کان مٿاهون آهي.
نه ڪيڏي ويو آهي، نه ڪي ڪٿان آيو آهي
ڪبير چوي ٿو: سنتو! ٻڌي ڇڏيو ته جيڪو پيدا ٿيو آهي ۽
فنا ٿيندو اهو مالڪ نه ڪو ٻيو هوندو.





# عجب جهڙو آهي

سموري دنيا ۾ هر وقت جو هڪ ئي احساس موجود آهي ۽
هڪ ئي نانءُ آهي جيڪو سيني کي وٽي تو، اُن کي نہ نر
چئبو نڪي ناري
هو هر روپ ۾ ڪائنات ۾ سمايل آهي
هو نہ اڄ ۽ بڪ آهي ۽ نڪي اس ۽ ڇانءُ آهي
ڏک ۽ سک، اميد ۽ سهارو هن لاءِ هر هنڌ جايون جوڙيون
ويٺا آهن
هو لامحدود ڏيک آهي، هن جو ڪو ڪاٿو ئي ڪونهي
ڪبير پڪاري چوي تو: هو عجب جهڙو آهي.

✣

# سمجهو ڪي سمجهن

پڇيائون: بابا! وسهڻ ۽ ڏسڻ کان مٿيرو خدا
ڪهڙو آهي؟
ڪين سمجهايم ته ڏسڻ ۾ اچي تو سو هُو ناهي
۽ جيڪو آهي، اهو چئي نٿو سگهجي.
مان لفظن ۽ اشارن ۾ سندس صفتون ڪيئن بيان
ڪيان
گونگو ڳڙ کائي ان جو ذائقو ڪيئن ٻڌائي
نه هو اکين سان پسجي تو، نه ڪي سندس احاطو
هن جي ڪا به پڇاڻي ڪانهي
هو سيني کان نرالو آهي
منهنجي گروءَ مون کي ائين ئي سمجهايو آهي.
پنڊتو! ان تي غور ويچار ڪريو
ڏسڻ بنا يقين ڪو نه تو اچي تو
چوان تو ته ڪير وسهي نٿو
جيڪڏهن ڪو سمجهو هوندو ته ڳالھ جي تھ تائين
پهچي ويندو
اڻچاڻ ڏندين آگرين ڏيو وينو هوندو،
ڪو قبلي تي خدا کي پڪاري تو



ڪن ٻُت ٺاهي ڇڏيا آهن
پر هو ٻنهي صورتن کان نرالو آهي
اها ڳالهه ڪي سمجهوئي سمجهي سگهن ٿا.
قاضي قرآن ۽ ڪتابن جو ڳالهيون ٿو ڪري
پنڊت ويد پراڻن جا حوالا ٿو ڏئي
پر ْهو ته سُر آهي جيڪو ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي
ان تي ڪا به ماترا ڪا نه ٿي لڳي!
روح جو آواز ڪنايم، ٻڌايم، پڙهيم پروڙيم، سڀ حيلا هلائي ڏٺم، پر
ڪبير چوي ٿو، جن ان جي اسم جي آهنگ ڪي سڃاتو ۽ ان جي صفتن سان پاڻ ڪي هم آهنگ ڪيو.
اهي ئي فنا جي چڪرن ۾ نه پيا.



# هنڌين ماڳين هُو

اي پيارا، خدا سان لنئون لڳاءِ!
تو ڪي ڪيئن ڏسيان تہ ڪيس گهرائيءَ سان سمجهہ!
جيڪڏهن چوان ٿو تہ هو ٻاهر آهي تہ
مان پنهنجي عظيم مرشد آڏو شرمندو ٿيندس
جيڪڏهن چوان ٿو تہ هو اندر آهي تہ ڪوڙو ڄاتو ويندس
هو اندر ٻاهر هر جاءِ وسي ٿو، مون ڪيس پنهنجي مرشد جي
معرفت ڏٺو آهي
عام اکين سان نہ ڏسڻ ۾ ٿو اچي، نڪي سندس احاطو ممڪن آهي
وسهڻ ۽ ڏسڻ کان مٿيرو بہ ڪونهي
هن کي ڪتابن ۾ بہ لکي نٿو سگهجي
جن ماڻهن کيس سڃاتو سي ٿي ان کي چڱي ريت ڄاڻن ٿا
اهو اهڙو احساس آهي جنهن کي چوڻ سان ڪو بہ ويساهہ ڪو نہ ڪندو
مڇي ترندي پاڻيءَ ۾ گس ڳولهيندي ويندي آهي
ڪيس خبر ناهي تہ حتمي گس ڪهڙو آهي
بس اهو هڪ احساس آهي جيڪو گلن جي خوشبوءِ کان بہ
ڪومل آهي
پکيئڙو آڪاش ۾ اُڏامڻ ڪانپوءِ ڏسڻ ۾ ئي نہ ايندو آهي.
يعني ڄاڻندڙ پاڻ بہ گم ٿي وڃي.
ڪبير چوي ٿو: سڄي دنيا فنا ٿي ويندي پر اهو مالڪ ئي فنا ٿيڻو ناهي.

# قدرت جا کيل نرالا

اي روح رتا فقير! قدرت جا کيل نرالا آهن
اها پينو تي ڪرم ڪري ڪيس بادشاهه
۽ بادشاهه کي پينو بڻايو ڇڏي!
لؤنگ جي ٻوٽي کي ڏس! ميوو ڪو نه ڏيندو آهي
چندن جي وڻ کي گل ڪو نه ٿين.
مڇيءَ جو شڪاري ٻيلي ۾ گهمندو وتي
۽ شينهن سمنڊ ۾ جهولو پيو جهولي!
ارنڊيءَ جو سُڪل وڻ صندل بڻجي پيو
نابين ٻنهي جهانن ۽ سموري تخليق جو تماشو پيو ڏسي
جڏڙو جبل جهاڳي ويو ۽ ٽنهي دنيائن ۾ آزادي سان گهمندو وتي
گونگو دنيوي ۽ روحاني علمن جون سمجهاڻيون پيو ڏي
۽ روحاني ٻول پيو ٻولي!
خدا آسمان کي ويڙهي پاتال ۾ اُماڻي ڇڏيو آهي
۽ کين جهڙي ذري کي بهشت جي بادشاهي ڏيو ڇڏي
ڪبير چوي ٿو: اهو مالڪ بادشاهه آهي جيئن وڻيس تيئن ڪري.

❖

# سائينءَ تان صدقي

صدقي وڃان سائينءَ تان، جنهن عشق جي هيءَ واٽ پسائي
سندس سونهن جو ڪهڙو بيان ڪيان
منهنجي وس ڪان مٿي آ.
هو اهو ڏيئو آهي، جيڪو لاٽ ڪانسواءِ روشن آهي
هنج اُجرا ئي سندس قربت حاصل ڪن ٿا
۽ اهڙا اجرا ماڻهو ڪيس پاڻ ۾ سمائي سڪون ماڻن ٿا
سندس پدم انهن کي پانت پانت جا ڪرتا پسائي ٿو
۽ هن جي سر تي ڇٽ سونهي ٿو
هن جي هڪ معمولي تند ۾ ڪروڙين سج چنڊ ۽ تارا
موجود آهن
جڏهن هو ڪائنات جي حسناڪين ۾ ڪلي ڳالهائي ٿو ته
سمجهو سالڪ کي راحت نصيب ٿئي ٿي
جنهن اهو ڄاڻي ورتو ته هو سندس حصو آهي
تنهن زندگيءَ ۾ نجات حاصل ڪري ورتي.
ويد چوڏهن دنيائن تائين پکڙيل آهن
جتي وقت جو راڄ آهي
جن انهن دنيائن کي اورانگهي اڳتي وک وڌائي



اهي ئي سندس دنيا تائين پهچي سگهن ٿا.
جن ماڻهن اُن مالڪ جا رنگ روپ سمجهي ورتا
تن کي ڇوٽڪارو نصيب ٿيو
ڪبير چوي ٿو: بنيادي سچائي جو ڏس ويدن ۾ به ڪو نه ٿو ملي.



# ها هُو چيڏي ڏي

ناسوت، ملڪوت، جبروت، لاهوت
اهي سموري ها هُو چيڏي ڏي
عشق جي وات تي سڀ سڪ ۽ سڳ چني چڏ
۽ قربانيءَ جي آڙاهه ۾ ٽپي پؤ
اُتي ئي مالڪ ملندئي، اها ئي تنهنجي جنت آهي
اُتي پنهنجي جڳهه جوڙي ويهه!
ڪبير چوي ٿو ته بهشت دوزخ جي ان جي وصل
ڪانسواءِ ڪجهه به ناهي اُتان جي اسرار ڪي ويد، قرآن ۽
قاضي به ڪو نه ٿا ڄاڻن.

❖

# امرپور

جتي سدائين بهارون آهن
اهو امرپور جو ڳوٺ سڏجي ٿو
اُتي ڳڻتي ڳاراٽو آهي ئي ڪو نہ
نہ بيماري نہ ڏک سور، هر ماڻهو خوش آهي
اُتي نہ سج چنڊ آهي نہ ڏينهن رات
اُتي رنگ نسل جي ڪا بہ وچوٽي ڪانهي،
نہ پيدا پو نہ موت، هر ڪو ڪلندو ڪڏندو ٿو وتي
اهو اهڙن گلن جو گهر آهي، جيڪو سدائين روشن
رهي ٿو
اُتان جا ماڻهو آب حيات اوتي پيئن ٿا
سائين جي سونهن بي مثال آهي
جنهن مان سورهن سج اُڀرن ٿا
اُجرو هنج اُپ تي اڏامندو ويندو آهي
۽ آڪاش ۾ تاري جيئن ٽمڪندو نظر اچي ٿو
ان ماڳ تي انتهائي سرهي خوشبو پکڙيل هوندي آهي
شاهہ ۽ گدا ۾ ڪو بہ فرق ناهي
اتي بهشت دوزخ ڪو نہ ٿا ورهائجن
سڀئي ماڻهو مٺڙا ٻول ٻولين ٿا
ڪبير چوي ٿو: اسان جي اڱڻ تي اهڙو آرام آهي
جو روح رهاڻيون ڪڻن ئي ڪو نہ ٿيون.

# ڌاهپ / اخلاقيات

## مثنوي رومي (مڪمل ڇهه دفتر)

مولانا جلال الدين رومي/ مولانا محمد رمضان مهيري

مشرق جي ڌاهپ، اخلاقياتي ۽ سڌارڪ ڌارا جو شهپارو، انساني نفس جي اصلاح ۽ اخلاقن جي سڌاري جي باري ۾ جيڪو ڪهاڻين جو طريقو مثنويءَ اختيار ڪيو، سو اڄ به ايتروئي مؤثر آهي. صفحا: 832 ملهه:- /800 رپيا

## مثنوي رومي (اختصار)

مولانا جلال الدين رومي/ غلام محمد شاهواڻي

مشرق جي ڌاهپ، اخلاقياتي ۽ سڌارڪ ڌارا جو شهپارو، مثنويءَ جي ٽن دفترن جو تشريحي ترجمو.
صفحا: 350 ملهه:- / 220 رپيا

## روميءَ جون رهاڻيون

اَحمد خان آصف مصراڻي

مثنوي روميءَ ۾ بيان ڪيل مڪمل ڪهاڻيون جن جي هڪ هڪ سٽ اخلاقي هدايتن جون سرچشمو ۽ صوفياڻي سرمستين جو ڀنڊار آهي. صفحا: 260 ملهه:- /200

## سعديءَ جون رهاڻيون/بوستان

شيخ سعدي شيرازي/ محمد عثمان عباسي

شيخ سعديءَ جي ڪتاب بوستان ۾ آيل حڪمت ڀريل ڪهاڻين جو سولو سنڌي ترجمو مشرقي ڌاهپ جو شاهڪار دستاويز. صفحا: 150 ملهه:- /130

## سعديءَ جون رهاڻيون/گلستان

شيخ سعدي شيرازي/ محمد عثمان عباسي

شيخ سعديءَ جي ڪتاب گلستان ۾ آيل حڪمت ڀريل ڪهاڻين جو سولو سنڌي ترجمو مشرقي ڌاهپ جو شاهڪار دستاويز. صفحا: 150 ملهه:- /130

## تهذيب اخلاق

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ

دنيا ۾ چين به مشرق جي ڌاهپ جو روشن ستارو رهيو آهي، مرزا قليچ بيگ چيني ڌاهپ جي شاهڪار جو سنڌي ترجمو ڪري سنڌي پڙهندڙن کي انسانن جي خود شعوريءَ، خدا شناسي ۽ زندگيءَ جي حسناڪين کان روشناس ڪرايو آهي. صفحا: 96 ملهه: 60 رپيا

# تصوف / فلسفو

## تصوف جي تاريخ

پروفيسر يوسف سليم چشتي/ عبدالجبار "عبد"

تصوف ڇا آهي؟ تصوف جو انساني زندگيءَ تي اثر، تصوف جا مڪتب ۽ دنيا جي وڏن صوفين جي تفصيل ۽ تاريخ تي شاهڪار ڪتاب جو ترجمو. صفحا: 472 ملهه:- /350

## تصوف جون تجليون

محمد فتح الله گيولن/ ڊاڪٽر عاشق حسين البدوي

تصوف جي ٽيڪسٽ بوڪ جنهن ۾ تصوف جي بنيادي تصورن جو تعارف، ان جون گهرجون ڇا آهن؟ ۽ هو نتيجا ڪهڙا ڏئي ٿو؟ دنيا جي مشهور صوفين ۽ صوفي نظرين جي روشنيءَ ۾. صفحا 320 ملهه:- /250 رپيا

## غير سامي مذهبن جا باني

الطاف جاويد/ جاويد ميمڻ

اوڀارين وڏن مذهبن جي باني رهنمائن جون حياتيون، افڪار ۽ انساني سڌاري لاءِ سندن ورتل ڪوششون.
صفحا: 96 ملهه:- /175 رپيا

## دنيا جا وڏا مذهب

سنڌيڪار: محمد انس راڄپر

عالمي مذهب جي حيثيت حاصل ڪندڙ مذهبن انسانيت کي ڇا ڏنو ۽ اهي مذهب ايندڙ دور ۾ انسانيت کي ڇا ڏئي سگهندا؟ صفحا: 250 ملهه:- /300 رپيا

## خدا، سائنس ۽ فلسفو

سنڌيڪار ۽ سهيڙيندڙ: عبدالمؤمن ميمڻ

دنيا جي وڏن فلسفين، سائنسدانن خدا، ڪائنات ۽ انسان جي باري ۾ ڇا سوچيو ۽ محسوس ڪيو؟
صفحا 206، ملهه:- /150 رپيا

## صوفيءَ جي دنيا

جوسٽين گارڊر/ ممتاز بخاري

ڪائنات، فلسفي ۽ سائنس جي وڏين باريڪ بينين کي ناول جي صورت ۾ سولو ڪري سمجهائيندڙ ويهين صديءَ جي آخر جو شاهڪار ڪتاب. ملهه:- /600 رپيا

